## عزيزالله ٻوهيو

## حديثن واري اسلام تي هلندڙ مذهبي پيشوائن جي، (خلاف قرآن )عورتن سان دشمني

دنيا جي مختلف مذهبن جي باطل مذهبي پيشوائن هڪ ٻئي جي مخالف هجڻ باوجود عورت کي جنس مرد جي مقابلي ۾ خسيس ۽ ڪمتر قرار ڏيڻ ۾ وسئون ڪونہ گهٽايو آهي خاص ڪري مسلم مذهبي پيشوائن پنهنجو اهو خلاف قرآن باطل عقيدو ۽ نظريو جناب رسول عليہ السلام جي نالي مبارڪ طرف منسوب ڪيل ۽ گهڙيل ڪوڙين حديثن جي حوالن سان علمي محاذ تي تمام گهڻو گند ڪيو آهي آئون هن مضمون ۾ ان گند جي ڍير کي ڪولڻ بدران عورت ۽ مرد جي پاڻ ۾ مرتبن جي پيٽ لاءِ قرآن حڪيم منجهان رهنمائي خاطر ڪجهہ حوالا پيش ڪرڻ ڪافي سمجهان ٿو. ان ڪري جو ڪجهہ تفصيل سان اردوءَ ۾ ”عورت جو مرتبو قرآن جي روشنيءَ ۾“ نالي سان ڪتاب لکيو اٿم. ان ۾ جيڪي مردن جي عورتن مٿان حاڪميت ۽ بالادستي جا فقهہ گهڙيا ويا آهن انهن کي ٻنجو ڏيڻ لاءِ الله عزوجل زالن جي حق خود مختاري کي محفوظ رکڻ لاءِ وچ ۾ گورنمنٽ کي آٽي حڪم ٿو ڏئي تہ يَاأَيُّهَاالَّذِينَآمَنُوالَايَحِلُّلَكُمْأَنتَرِثُواْالنِّسَاءكَرْهًا.... (4-19) يعني اي امن قائم ڪرڻ جا ذميدار حڪمرانؤ! خبردار توهان کي هي حلال ناهي تہ اوهان عورتن مٿان پنهنجي وارثي ۽ مالڪي ڏاڍ ۽ جبرسان مڙهيو. ان ڪان علاوه زال مڙس جي شادي ۽ نڪاح کي قرآن حڪيم ميثاق غليظ سڏي انڪي هڪ معاهدي ۽ ايگريمنٽ جي مثل قرار ڏنو آهي. جيڪي اهڙا سڀ معاهدا ٻنهي ڌرين جي رضامندي سان ئي ٽي سگهندا آهن ۽ ٻئي ڌريون پنهنجي رضا خوشيءَ سان مرضيءَ جون مالڪ پاڻ هونديون آهن مطلب تہ عورت جيئن نڪاح لاءِ قرآن حڪيم جي پرمنٽ مطابق پنهنجي اختيار جي پاڻ مالڪ هوندي آهي اهڙي طرح رب پاڪ دنيا جي معاشرن وارن جي پيش نظر طلاق جي معاملي کي بہ نڪاح وانگر قرار ڏنو آهي تہ جيئن نڪاح مهل ڪنهن هڪڙي ڌر جي پسند کي ڪابہ اهميت ناهي جيتري تائين ٻي ڌر بہ قبوليت ۽ پسند نہ ڏيکاري جيئن رب تعالىٰ آيت ڪريمہ لَاتَرِثُواْالنِّسَاءكَرْهًا (19-4) ۾ عورتن مٿان ڏاڍ هلائڻ ڪان منع فرمائي آهي اهڙي طرح طلاق جي معاملي ۾ بہ مردن جي هڪ طرفي جمعداري کي رد ڪندي الله عزوجل وچ ۾ حڪومت کي آندو تہ ڪٿائين مڙس، زال کي ڪمزور سمجهي انهيءَ جي رضامندي کانسواءِ ئي ڪيس طلاق نہ ڏيئي ڇڏين انڪري فرمايائين تہ يَاأَيُّهَاالنَّبِيُّإِذَاطَلَّقْتُمُالنِّسَاءفَطَلِّقُوهُنَّلِعِدَّتِهِنَّ (65-1) يعني زال مڙس جي طلاق جي معاملي ۾ اي نبي! تون بحيثيت حڪمران جنرلي طور زالن مڙسن جي وچ ۾ امين بہ آهين ۽ ريزڪي طور اسان هي حڪم بہ ڏيئي ڇڏيو آهي تہ وَإِنْخِفْتُمْشِقَاقَبَيْنِهِمَافَابْعَثُواْحَكَمًامِّنْأَهْلِهِوَحَكَمًامِّنْأَهْلِهَاإِنيُرِيدَاإِصْلاَحًايُوَفِّقِاللّهُبَيْنَهُمَاإِنَّاللّهَكَانَعَلِيمًاخَبِيرًا(4-35) يعني مڙس ۽ زال جي وچ ۾ خلفشار مهل محلي محلي جي مقامي پنچائتي ڪميٽي معاملو نبيريندي اڪيلي سر نڪاح وانگر نہ مڙس کي ڪوئي فيصلو ڪرڻ جو اختيار آهي نہ ئي زال کي ڪوئي اختيار آهي تہ آيت ڪريمہ (65-1) ۾ جناب نبي عليہ السلام کي حڪم ڏنو ويو آهي تہ سرڪار جي مقامي سطح جي پئنچائتي ڪميٽين کي حڪم ڏئي ڇڏيو تہ جيڪڏهن طلاق ڏيڻي پئجي وڃي تہ خبردار عدت جي ميعاد جو بہ منڍ کان ئي خيال رکيو وڃي.

سوچيو وجي تہ زالن کي طلاق ڏيڻ جي معاملي ۾ الله جو خطاب مڙسن ۽ جملي مردن بجاءِ ۽ لوڪل عدالتن بجاءِ براہ راست سپريم ڪورٽ جي بہ چيف سان آهي. يعني يَاأَيُّهَاالنَّبِيُّإِذَاطَلَّقْتُمُالنِّسَاء...(65-1) بلڪ هن طرح بہ سمجهي سگهوٿا تہ عورتن جي طلاق واري ڪيس ۾ الله عزوجل ٿروٿرو ڊائريڪٽ هيڊ آف اسٽيٽ کي مخاطب آهي تہ ياايهاالنبي!!! پر مذهبي پيشوائيت جي امامي فقهن کي ڪير پڙهي ڏسي تہ انهن ۾ طلاق جي معاملن ۾ عورتن کي ڇا تہ بيوس ۽ لاچار ڪري پيش ڪيو ويو آهي. درس نظامي جي امامي فقهن پڙهڻ وارن تہ قرآن حڪيم کي حڪمراني جو سياسي منشور تسليم ڪرڻ بدران تعويذن ۽ وظيفن جو ڪتاب قرار ڏئي ڇڏيو آهي ۽ جناب خاتم الانبياءَ عليہ السلام کي هنن ملن حڪمران ۽ فوجي ڪمانڊر (4-105) (8-17) هجڻ بدران خانقاهي پير سمجهو آهي پوءِ اهي وياج خور سينين جي چندن تي پلجندڙ مافيا وارا حديث پرست ملا قرآن جي اصل معني ۽ مفهوم کي ڇاسمجهي سگهندا.

**مردن ۽ عورتن جي حقن ۾ برابري**

وَلَهُنَّمِثْلُالَّذِيعَلَيْهِنَّبِالْمَعْرُوفِوَلِلرِّجَالِعَلَيْهِنَّدَرَجَةٌوَاللّهُعَزِيزٌحَكُيمٌ (2-228) يعني انهن عورتن جا قانون مطابق مردن مٿان ايترا حق آهن جيترا مردن جا حق آهن عورتن مٿان ۽ مردن کي زالن مٿان صرف هڪڙو درجو وڌيڪ آهي هتي پڙهندڙ مهربان غور فرمائن تہ مردن جو جيڪو هڪڙو درجو عورت کان مٿي آهي اهو هي آهي تہ طلاق جي صورت ۾ يا مڙس جي مري وڃڻ جي صورت ۾ عورت في الفور ٻي شادي نہ ڪري سگهندي عدت گذارڻ کان سواءِ پر جيڪڏهن ڪنهن مرد جي زال مري وڃي يا زال کي طلاق ڏيئي ڇڏي تہ اهو مرد في الفور ٻي شادي ڪري سگهندو سو هن ڳالھ کي رب تعاليٰ مرد لاءِ برابر عورت کان مٿاهون درجو ڏياريو آهي پر ڇا انهيءَ ۾ بہ عورت جو مرد مٿان احسان نہ آهي تہ انهي عدت ۾ هوءَ پنهنجي مري ويل يا طلاق ڏيندڙ مڙس جي نطفي منجهان ٿيندڙ امڪاني ٻار جي نسلي نسبت کي ملاوٽ کان بچائڻ ۽ خالص بنائڻ لاءِ تڪڙ ۾ ٻي شادي نہ ٿي ڪري سو ڇا اهو عورت جو اڳئين مڙس مٿان احسان ڪرڻ جو مرتبو ۽ احسان ڪونہ ٿيو؟ جو طلاق ڏيندڙ ۽ مري ويل مڙس جي پيڙهيءَ ۽ خانداني وارث کي تڪڙ ۾ شادي نہ ڪري تحفظ ڏيئي ٿي، سماجي حساب سان تہ عورت جي بہ فضيلت ۽ احسان مٿڀو پوندو جو هوءَ عدت کان سواءِ تڪڙ ۾ ٻي شادي جو حق قربان ڪري ٿي. سو حقيقت ۾ عورت ۽ مرد خود الله جي حساب سان بہ ڪوڙسارن مرتبن ۾ برابر آهن جڏهن جو نبي عليہ السلام جن پنهنجي گهر وارين سان ڪن گهريلو ڳالهين ذريعي پريشان ٿي ڪو قسم کٽي وينا تہ الله تعاليٰ وچ ۾ پئجي نبي سائينجن کي فرمايو تہ قسم جو هرجانو ڏيئي پاڻ کي اهڙي پابندي کان آزاد ڪري ڇڏ ۽ نبي سائينءَ جي زالن کي الله فرمايو تہ خبردار! جيڪڏهن منهنجو نبي اوهانجي پريشان ڪندڙ ڳالهين سبب اوهان کي طلاق ڏئي وينو تہ ان لاءِ اوهان کان سواءِ ٻيون زالون ڪوڙ، جيڪي مسلم، مؤمن، فرمان بردار، توبہ ڪرڻ واريون عبادت گذار ۽ سير سفر ڪرڻ واريون ٻيوه توڙي ڪنواريون هونديون. حوالو سورت التحريم ۽ آيت نمبر (66-5).

محترم قارئين! عورتن جي شان ۾ هن آيت ڪريمہ تي غور ڪيو! جو رب پاڪ نبي عليہ السلام کي اهڙي قسم ۽ شان واريون عورتون پرٽائڻ جي ڳالھ ڪئي آهي پر باطل مذهبي مافيا

وارن جتي قرآن حڪيم جي ڪوڙ سارن ٻين لفظن جون معنائون بدلايون آهن اهڙي طرح هن آيت ڪريمہ جي لفظ سائحات جنهن جي معنیٰ آهي سير ۽ سياحت ڪرڻ واريون اها معنیٰ بدلائي قرآن جي ترجمن ۾ بطور خيانت معني ڪئي آهي تہ روزا رکڻ واريون، ڪن ترجمي ڪرڻ وارن مهربانن اصل معني کي بحال رکندي لکيو آهي تہ جهاد لاءِ سفر ڪرڻ واريون پر قرآن حڪيم زمين ۾ سير ۽ سياحت لاءِ فرمايو آهي تہ قُلْسِيرُوافِيالْأَرْضِفَانظُرُوا‌كَيْفَبَدَأَالْخَلْقَثُمَّاللَّهُيُنشِئُالنَّشْأَةَالْآخِرَةَ(29-20) يعني اي پيغمبر! اعلان ڪر تہ سير ڪيو زمين ۾ پوءِ ان سير سان ڏسو تہ الله مخلوق جي شروعاتي تخليق ڪيئن ڪئي آهي ۽ پوءِ هن ڪائنات جي فنا ٿيڻ کانپوءِ ٻيهر جنم ونڻ جي بہ ڄاڻ حاصل ڪيو اندازا ڇهہ اٺ مهينا اڳ يورپي ملڪن جو هڪ ٽي رڪني وفد هت سڪرنڊ کان ڪجهہ ڪلوميٽر اوڀر طرف چاهين جي قديم دڙي جي کوٽائيءَ لاءِ آيو ان وفد جي هيڊ ۽ ڊائريڪٽر هڪ ليڊي ڊيوڊ نالي عورت هئي جيڪا ماهر آرڪيالاجسٽ هئي ۽ ان وفد وارا ڏيڍ مهينو کن دڙي وٽ رهي اتي جي مٽيءَ کي کوٽي اٿلائي ڇاڻي پنهنجيون رپورٽون ٺاهي واپس پنهنجي ملڪ هليا ويا، قرآن حڪيم تہ ليڊي ڊيوڊ جهڙين آرڪيالاجسٽن لاءِ بہ فرمايو تہ آئون عورتن کي بہ پرمنٽ ڏيان ٿو تہ هو دنيا ۾ سياحت ڪري تاريخ جوڙين پر مسلمان عالمن کي عورتن لاءِ الله جي اها پرمنٽ نہ وڻي سو انهن سياحت لفظ جي الٽو معنیٰ ئي ڦيرائي روزا رکڻ ڪري ڇڏي!!! پر ڪيتري تہ عجب جهڙي يا شرم جهڙي ڳالهہ آهي جو اهوئي لفظ سائحون قرآن ۾ جڏهن سورت توبہ جي آيت نمبر 112 ۾ مردن جي صفت ۾ استعمال ڪيو ويو آهي تہ اتي ان جي معنیٰ بجاءِ روزا رکڻ جي صحيح معنیٰ سير ڪرڻ لکي آهي سو ويچار جهڙي ڳالهہ آهي تہ سياحت جيڪڏهن مرد جي صفت ۾ لکجي تہ انجي معنیٰ سير سفر ٿئي ۽ جي عورت جي صفت ۾ آڻجي تہ اتي معنیٰ روزا رکڻ ڪئي وڃي ٻڌايو وڃي تہ هن قسم جي قرآن دشمن مذهبي قيادت سان ڪهڙو سلوڪ ڪجي. اسلام جي قانون نالي چئمپين سڏجندڙ سعودي حڪومت جيڪا آمريڪي وزيرخارجہ جي چوڻ مطابق تہ انهن کي تعليمي نصاب واشنگٽن منجهان پاس ڪري موڪليو ويندو آهي.(جڏهن تہ هن کان اڳي مسلمانن جي عربي مدرسن جي نصاب تعليم ۾ علم حديث جو سبجيڪٽ 1860ع ڌاري دهلي جي گونر مولوين سان هڪ خفيہ معاهدي تحت شامل ڪيو هو).

سو سعودين وٽ وڏي عرصي تائين عورتن مٿان گاڏين جي ڊرائيونگ ڪرڻ جي ناحق بندش لاڳو رکي جنهن اهڙي قانون جو اسلام سان ڪوئي تعلق ئي ڪونهي ڪو، اهڙي قانون سان تہ هي بہ ثابت ٿئي ٿو تہ عورت اڪيلي سر اٺ گهوڙي گڏهہ تي بہ سوار نہ ٿئي جو اها بہ هڪ قسم جي ڊرائيونگ آهي.

**قرآن حڪيم مطابق عورت حڪمران ٿي سگهي ٿي**

عربي زبان جي گرامر علم النحو ۾ هي قانون آهي تہ ان ٻوليءَ جا لفظ "امر ۽ نهي" اهي ٻيئي لفظ ڪنهن بہ حڪمران ۽ بالادست جي شان ۾ استعمال ڪيا ويندا آهن جيئن الله لاءِ امر جي لفظ جو مثال اِنَّاللهَيَأْمُرُبِالْعَدْلِوَالإِحْسَانِ (16-90) يعني الله حڪم ڪري ٿو انصاف ڪرڻ جو ۽ احسان ڪرڻ جو. وري اڳتي ان ئي آيت ۾ اچي ٿو تہ وَيَنْهَىعَنِالْفَحْشَاءوَالْمُنكَرِوَالْبَغْيِ (16-90) يعني الله روڪي ٿو فاحش ڪمن کان ۽ اڻ وڻندڙ ڪمن کان ۽ بغاوت جي ڳالهين کان. غور ڪيو تہ الله بادشاهہ ۽

بالادست آهي انڪري انجي شان ۾ امر ۽ نهي جا لفظ استعمال ڪيا ويا آهن تہ هاڻي هن هيٺ آندل آيت مٿان غور ڪبو تہ اهي ٻئي لفظ وقت جي حڪمرانن لاءِ استعمال ڪيا ويا آهن جيڪي اهي حڪمران مرد بہ آهن تہ عورتون بہ حاڪم آهن.

وَالْمُؤْمِنُونَوَالْمُؤْمِنَاتُبَعْضُهُمْأَوْلِيَاءبَعْضٍيَأْمُرُونَبِالْمَعْرُوفِوَيَنْهَوْنَعَنِالْمُنكَرِوَيُقِيمُونَالصَّلٰوةَوَيُؤْتُونَالزَّكٰوةَوَيُطِيعُونَاللّٰهَوَرَسُولَهُأُوْلٰـئِكَسَيَرْحَمُهُمُاللّٰهُإِنَّاللّٰهَعَزِيزٌحَكِيمٌ(9-71) مؤمن مرد ۽ مؤمن عورتون اهي هڪ ٻئي جا دوست آهن حڪم ڏين ٿا قانون وارن ڪمن جو ۽ روڪين ٿا برن ڪمن کان ۽ قائم ڪن ٿا نظام صلوة وارو جنهن سان ڏين ٿا رعيت وارن کي پالڻ جو سامان ۽ اطاعت ڪن ٿا الله ۽ رسول جي (يعني قرآن جي قانون جي) اهي أهي ماڻهو آهن جن مٿان عنقريب ٻاجھہ ڪندو الله تحقيق الله غالب ۽ حڪمت وارو آهي. الفاظ امر ۽ نهي حاڪمن جي شان وارا لفظ آهن انجو ٻيو مثال جيئن الَّذِينَإِنمَّكَّنَّاهُمْفِيالْأَرْضِأَقَامُواالصَّلٰوةَوَآتَوُاالزَّكٰوةَوَأَمَرُوابِالْمَعْرُوفِوَنَهَوْاعَنِالْمُنكَرِوَلِلَّهِعَاقِبَةُالْأُمُورِ (22-41) يعني اهي ماڻهو جن کي اسان تمڪن ۽ اقتدار ڏيون زمين تي تہ انهن جي ذميواري آهي تہ هو قائم ڪن (قرآن جي تابعداري جو اهڙو نظام جنهن سان ڏين هو رعيت جي ماڻهن کي پرورش جو گھربل سمورو سامان ۽ قانون جي ڳالهين جو حڪم ڪن ۽ منع ڪن برين ڳالهين کان پوءِ الله جي حوالي آهي پڇاڙي حڪومت جي معاملن کي سلجھائڻ جي. جيڪي ماڻهو چون ٿا تہ علم حديث قرآن جو تفسير ڪري ٿو ۽ سواءِ علم حديث جي قرآن سمجھہ ۾ نہ ايندو. انهن ماڻهن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ ڇا پوءِ علم حديث جو اهو تفسير هي آهي تہ جيڪڏهن سياحت جو لفظ مردن جي صفت ۾ آندو وڃي تہ انجي معنىٰ سير سفر ڪئي وڃي ۽ جنهن جاءِ تي عورتن جي صفت ۾ سياحت جو لفظ آندو وڃي تہ اتي انجي معنىٰ روزا رکڻ ڪئي وڃي. پوءِ ان کي تفسير چئجي يا معنوي تحريف ۽ هيرڦير چئجي؟ ڇو تہ قرآني عربيءَ ۾ روزن جي لاءِ لفظ صوم جو آندل آهي سو ڪاڏي صوم ڪاڏي سياحت.